# داستان گل:

## گل محمد عمراڻي

داستان چوويهون:

## هڪ مثالي محقق ۽ دوست پروفيسر محمد عمر چنڊ



# داستان چوويهون

## هڪ مثالي محقق ۽ دوست: پروفيسر عمر چنڊ: يادِ ماضيءَ جو ورجاءُ

اڄڪلهه جڏهن هٿ ٺوڪين 'دانشورن' هٿان جن ڪڏهن پنهنجي دانش ۽ حڪمت ڪنهن ڪلاس روم ۾ شاگردن سان ونڊي ناهي، انهن طرفان چوڏاري سنڌ يونيورسٽيءَ جي استادن تي بي سبب تنقيد، ٺٺول ۽ تحقير جا تير وسائجن پيا، تڏهن مون کي الائي ڇو پنهنجو هڪ محترم استاد ۽ رفيق دوست پروفيسر عمر چنڊ ياد پيو اچي. جنهن سان منهنجي پهرين ملاقات 1970/1971ع ۾ ٿي هئي، جڏهن هو ڍاڪا يونيورسٽيءَ مان انگريزي ادب ۾ ايم اي ڪري انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن ۾ ڊاڪٽر اين اي بلوچ صاحب وٽ انگريزي ٻوليءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو هو. منهنجي هن سان پهرين ملاقات فلاسافي ڊپارٽمينٽ اولڊ ڪئمپس جي ڏاڪڻين تي، جڏهن مون کي ڪنهن ٻڌايو ته هي عمر چنڊ صاحب آهي، جنهنجي ڳالهه توهان ڪندا رهندا آهيو زوريءَ وچي هٿ ملايومانس ۽ هڪدم سندس انگريزي لهجي تي عاشق ٿي ويس. چاڪاڻ ته اها منهنجي پراڻي ڪمزوري آهي، باقي هاڻي سائين هڪ باشرع عالم دين ۽ صوفي بزرگ آهي، جيڪو نيوزيلينڊ ۾ رهندو آهي ۽ حر تحريڪ تي تمام گهڻو ڪم ڪري اسان کي بهترين مواد ڏئي رهيو آهي ۽ اميد آهي ته انهيءَ ڪم کي تڪميل تائين پهچائيندا.

پروفيسر عمر چنڊ انهن ذهين شاگردن مان هو جيڪي آل پاڪستان بنياد تي بي اي ۾ پهرين پوزيشن حاصل ڪري وفاقي تعليمي ڊويزن طرفان ٻن سالن جي اسڪالر شپ تي ان وقت متحده پاڪستان ۾ ڍاڪا يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليا ويا هئا. هتي پاڻ وٽ وري ذهين مشرقي پاڪستاني بنگالي شاگرد پڙهڻ ايندا هئا، پر اهو سلسلو 1971ع جي جنگ ۽ بنگلاديش جي قيام کان پوءِ لامحاله ٽٽي ويو ۽ اڃا تائين وري ڪو نه ڳنڍيو آهي، حالانڪ خانگي طرح گهڻا شاگرد اڃا به بنگلاديش پڙهڻ وڃن ٿا. منهنجي ننڍي پٽ زوهيب جو هڪ دوست لڳاتار 4 سال بنگلاديش ۾ انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ جو ڪورس ڪري ڊگري وٺي آيو آهي ۽ اهو ٻڌائي ٿو ته هُتي جا مسلمان بنگالي ذهني ۽ روحاني طرح مغربي بنگال سان گهڻو واجهيل آهن ۽ هتي پاڻ جيڪي خاص طور ٽاڪ شوز ۾ 'ڪانفيڊريشن' جون ڳالهيون پيا ٻڌون، اهي بقول غالب. 'دل

کي ڀلائي ڪو غالب يہ خيال اچا هي' آهن. مون کي ان وقت ليڪچرار عمر چنڊ گهڻو متاثر ڪيو هو. خاص طور سندس انگريزي ڳالهائڻ جي صاف ۽ صحيح اُچار. نہ تہ اسان وٽ 99 سيڪڙو استاد انگريزي ڳالهائڻ وقت ائين لڳندا آهن، ڄڻ مرحوم جلال چانڊيو محمد رفيع جي ڪنهن گيت جي ٽنگ ڀيو مروڙي يا ڀانهن ڀيو ڀڃي! انگريزيءَ سان ازلي دشمني اچا تائين جاري آهي. هاڻي تہ ماڻهو جيڪي انگريزي نٿا پڙهي سگهن، سي اصل دشنام طرازي تي لهيو اچن ۽ چون ٿا تہ چين ۽ جاپان وارا ڪيئن ترقي ڪري ويا ۽ اسين انگريزي چو سکون. ڪئمبرج ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽي ۾ مون سيني کان وڏيڪ پرڏيهي شاگرد چين جا ڏٺا آهن، جيڪي وڏيون ڳريون فيون ڀريو اچيو مغربي تعليم حاصل ڪن. پاڻ وٽ ہ سئو سالن وارو انگريزيءَ جو ورثو هاڻي فقط اميرن جي ٻارن وٽ پرائيويٽ اسڪولن ۾ بچيو آهي، باقي عام ادبي خلق پنهنجي پر ۾ انگريزي کان وانجهيل آهي ۽ اردو زبان ۽ ادب مان فيض حاصل ڪري پئي. پر چون ٿا تہ اسان سڄو ادب انگريزي ۾ پڙهيو آهي. انهن سان ڪهڙو بحث ڪجي. پنهنجي خودپسندي کي هو پنهنجي دانشوري سمجهن ٿا. حالانڪہ اردو وارا وري انگريزي مان سڀ شيون چونڊيو وڏا وڏا رسالا ڇاپي ۽ انٽرنيٽ کي استعمال ڪري ڏاڪو ڄمايو ويٺا آهن ۽ پاڻ هنن کي ديوتا سمجهي چئون ٿا تہ بابا هنن کانپوءِ ترقي پسندي جي انتها آهي، ڇاڪاڻ تہ هو جدلياتي ماديت جا وڏا فلاسافر آهن.

پروفيسر عمر چنڊ ڪجھ وقت هتي اولڊ ڪئمپس ۾ پڙهايو پر پوءِ آمريڪا هليو ويو. جتي ماسٽرز ڪري ايران، عراق، برونائي، ملائيشيا، آسٽريليا ۽ نيوزيلينڊ ۾ پڙهائيندو رهيو ۽ آخر ۾ آڪلينڊ Auckland نيوزيلينڊ ۾ مستقل گهر ڪري، رٽائرمينٽ کانپوءِ تحقيق ۽ تدوين جو ڪم ڪري رهيو آهي. ڊاڪٽر بلوچ تي هڪ شاندار ۽ ضخيم ڪتاب ايڊٽ ڪيو اٿائين. جنهن جو نالو آهي. 'World of Work' (ڪم جي دنيا) ۽ اهو ڪتاب انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 2007ع ۾ شايع ڪيو هو. هن ڪتاب ۾ 1946ع کان 2006ع تائين ڊاڪٽر بلوچ جا انگريزي ۾ لکيل چونڊ خط شامل آهن، جيڪي هن دنيا جي وڏن اسڪالرن، مدبرن ۽ ڏاهن کي لکيا ۽ جن وري هن کي علمي ادبي موٽ ڏني. خاص طور 74 صفحن تي لکيل تعارف هن ڪتاب جي روح ۽ مغز کي هڪ جاءِ سمائي جديد تنقيدي اصولن جي عين مطابق هڪ اڻ سونهين قاريءَ کي، عام حقيقت و معرفت سان روشناس ڪرائي ٿو. انهن سيني عالمن جا نالا لکبا تہ شام ٿي ويندي پر ڪجھ اهم نالن جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي: هارورڊ يونيورسٽي جي 'پروفيسر اين ميري شمل'، تاريخدان 'هينز ويسٽ فال'، 'پروفيسر سائمن ڊگبي'، 'پروفيسر رش بروڪ وليئمس' ۽ 'پروفيسر سي اي باسورٿ'.

پروفيسر عمر چنڊ جو وڏو علمي ۽ تحقيقي تنقيدي ڪم ٿيل آهي. خاص طرح روشني پبليڪيشن حيدرآباد طرفان انگريزيءَ ۾ ڇاپيل هڪ جامع تاريخي دستاويز 'The Brutality of the British Empire' (برطانوي ٻيلڪ جي درندگي). هي ڪتاب انگريزيءَ ۾ انهيءَ ڪري آيو آهي تہ هن ۾ برطانوي راڄ جا بدنام زمانہ 'لئمبرڪ پيپرز' اصل انگريزي ٻوليءَ ۾ ڏنل آهن ۽ انهن تي تفصيل سان تحقيقي ڇنڊڇاڻ ڪيل آهي.

لئمبرڪ پيپرز تي منهنجا به ڪجهه مضمون اڳ ڇپيل آهن ۽ انهن ۾ به منهنجي دلچسپي جو ڪارڻ پروفيسر عمر چنڊ ئي آهي. برسبيل تذڪرو 2010ع ۾ هڪ ميڙاڪو سنڌي [illegible] جي بااختيار اداري ۾ ڪيو ويو هو جنهن جي صدارت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ مرحوم ڪئي هئي ۽ مهمان خصوصي ان وقت جو وائيس چانسلر، سنڌ يونيورسٽي سائين مظهرالحق صديقي هو. [illegible] ۾ مان، مرحوم آغا شهاب الدين سان گڏ پوين ڪرسين تي ويٺل هئس ۽ ان گڏجاڻيءَ جو عنوان هو 'لئمبرڪ پيپرز' Lambrick Papers.

جڏهن اسڪرين تي ملٽي ميڊيا سان پريزنٽيشن ڏني وئي ته مان اهو ڏسي حيران پريشان ۽ ششدر رهجي ويس ته اهي انگريزي ايجنسين جون مخفي ۽ ڳجهيون رپورٽون هيون جن ۾ حرن کي قاتل، دهشتگرد، ڌاڙيل ۽ خدا ڄاڻي الائي ڇا ڇا نه پئي سڏيو ويو. مون کي ڏاڍو تعجب پئي ٿيو. ڇاڪاڻ ته هن گڏجاڻيءَ جي سڀ کان اول مقرر جو تعلق حر جماعت سان هو. انهيءَ ۾ انهن پيپرس جي تائيد ڪئي ۽ حرن جي خلاف پروپيگنڊا تي ڪو به ردعمل ظاهر نه ڪيو. جڏهن منهنجو نالو غلطي سان ڪنيو ويو ته مون پنهنجي تقرير ۾ اها تاريخي حقيقت واضح ڪئي ته لئمبرڪ پيپرز تي اصل ڪم ڊاڪٽر بلوچ 1965ع کان ڪري رهيو آهي ۽ پروفيسر عمر چنڊ ۾ انهن پيپرز تي مڪمل کوجنا ڪري ان کي 'ڪوڙ ۽ دغا' جو اهو ڍونڍ ڪري ثابت ڪيو آهي جنهن ۾ هڪ بديسي مڪار، فاتح قوم جو هڪ دغا باز ظالم، مغرور ۽ جابر حُر ڪمشنر ايڇ ٽي لئمبرڪ، سنڌي سپوتن، جوڌن ۽ آزاديءَ جي مجاهدن 'حرن' تي بي تڪي الزامن جي ڪوڙي فهرست يعني چارج شيٽ ٺاهي آهي. بهرحال منهنجي تقرير جي تائيد ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب انهن منتظمن کي هدايو ته جيڪي CDs اڄ اوهان هتي عوام آڏو پڌريون ڪيون آهن ۽ جيڪي بقول اوهان جي، توهان برٽش لائبريري لنڊن مان آنديون آهن. سي اوهان جي لاءِ ته بلاشڪ نيون وٺون آهن پر اهي سڀ اصل دستاويز ڪابينا ڊويزن اسلام آباد جي قومي دستاويزي مرڪز ۾ اڳي ئي موجود آهن ۽ انهن جي تدوين جو ڪم خوش اسلوبيءَ سان منهنجو هڪ شاگرد رشيد محمد عمر چنڊ اڳي ئي ڪري رهيو آهي. ان ڏس ۾ عمر چنڊ جا تحقيقي مضمون همدرد يونيورسٽي جي رسالي Historicus (2004ع) ۽ مهراڻ (ٽه ماهي) سنڌي ادبي بورڊ (2005) ۽ پاڪستان اسٽڊي سينٽر (سنڌ يونيورسٽي) ۾ اڳئي شايع ٿيل آهن. ڪا به نئين ڳالهه هنن CDs ۾ ڪانهي.

انهيءَ ميڙاڪي جي هڪ مهماندار کي ڊاڪٽر صاحب مرحوم جي اها تقرير بلڪل ڪانه وڻي ۽ هن ڊاڪٽر بلوچ جهڙي بزرگ ۽ جيد عالم جي بزرگيءَ جو خيال به نه ڪندي ۽ صدارت واري خطبي جي پروٽوڪول کي لتاڙيندي سڀ کان آخر ۾ 'زبردستيءَ ڳالهايو' هن صاحب ڊاڪٽر بلوچ جي ان بيان کي به اصل رد ڪري ڇڏيو جنهن ۾ هن چيو هو ته هو جڏهن پاڻ علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ جو شاگرد هو تڏهن 1942/43ع ۾ سنڌي شاگردن جي هڪ وفد کي وٺي وڃي هن مسلم ليگ جي جنرل سيڪريٽري لياقت علي خان سان دهليءَ ۾ ملاقات ڪئي هئي ۽ درخواست ڪئي هئي ته مسلم ليگ پنهنجي طرفان برطانوي سرڪار کي اپيل ڪري عظيم انقلابي حر رهنما سورهيه بادشاهه سيد صبغت الله شاهه پيرپاڳاري کي ڦاسي ڏيڻ واري فيصلي تان هٿ پوئتي هٽائي. اسان جي جلسي جي منتظم کي منهنجي شديد مخالفت، اصل ڇيڙائي وڌو

هو تہ لئمبرڪ پيپرز گند جو ڍير آهن ۽ هڪ مڪارانو سامراجي سازش آهن. هن اهي خار ڊاڪٽر بلوچ جي بيان تي ڪڍيا ۽ چيائين تہ لياقت علي خان جو دراصل موقف هو تہ "سنڌ مسلم ليگ پير صاحب جي لاءِ ڪوشش ڪري، مطلب تہ سنڌي رهنما جي ايم سيد ۽ علي محمد شاهہ راشدي وجي پير صاحب جي لاءِ گورنر کي منٿون ڪن. باني محمد علي جناح ۽ لياقت علي خان جو هاڻي هن معاملي ۾ ڪوبہ ڪردار نہ آهي ۽ نہ ئي هنن کي سنڌي شاگردن جي وفد جو ڪو احساس هو."

لئمبرڪ پيپرز واري سنڌي ٻولي اختياري واري تقريب ۾ واحد اختلافي تقرير منهنجي هئي ۽ ان کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو اهو تاريخي انڪشاف تہ پروفيسر محمد عمر چنڊ اڳئي ان حوالي سان تحقيق ۽ تدوين Editing ڪندو آيو آهي، 2004/ 2003ع کانپوءِ هاڻي هنن CDs جي اسان کي ڪا خاص ضرورت نہ آهي، اها سڀ رڪارڊ جي ڳالهہ آهي ۽ مان ان ۾ پنهنجي طرفان ڪوبہ اضافو ڪونہ ڪري رهيو آهيان، بلڪ ان کان پوءِ ترت هڪ عدد 'ڪالم' بہ لکي، ان حقيقت جو اظهار ڪيو. منهنجو اهو ڪالم 'لئمبرڪ پيپرز' جي نالي سان حيدرآباد جي هڪ روزاني اخبار ۾ ڇپيو هو ۽ ان جي ترديد ۾ اڃا تائين 2010ع کان وٺي، ڪو هڪ خط بہ ڪونہ آيو آهي، پروفيسر عمر چنڊ جي حوالي سان اهو بيان ڪريان تہ حر تحريڪ تي انگريزيءَ ۾ لکندڙ ڪو هُو پهريون عالم نہ آهي ۽ هن سان گڏ جنرل وصال محمد خان (سنڌ ڪوارٽرلي) ۽ مسٽر آفتاب نبي (ڪئمبرج يونيورسٽيءَ مان M.Phil بہ ڪئي آهي) ۽ نصير ميمڻ جو بہ ڪم ٺيل آهي. هاڻي آفتاب نبي جو انگريزي ۾ لکيل ڪتاب بہ آيو آهي، جيڪو ڪئمبرج يونيورسٽيءَ وارو مقالو آهي. هي سڀ جاکوڙي ڪاوشون ڪندا رهيا آهن. عمر چنڊ جي تحقيقي ڪتاب جو ذڪر مان اڳ ئي ڪري آيو آهيان. ان جي متعلق پاڻ چنڊ صاحب ٻڌائي ٿو تہ قومي دستاويزي مرڪز National Documentation Center جيڪو مرڪزي حڪومت جي ڪابينا ڊويزن Cabinet Division جو هڪ حصو آهي، اتان وارن دستاويزن کي هاڻي لئمبرڪ پيپرس چئي مارڪيٽ ۾ آندو ويو آهي. سڄي معلومات انهن سرڪاري فائلن تي آڌاريل آهي، ان کانسواءِ مولانا مولا بخش شر سڪندريءَ بہ حر تحريڪ بابت اهم دستاويزي ثبوت مهيا ڪيا، جنهن جو عنوان آهي Operation Report (1942/43ع). محترم احمد شيخ صاحب (زيب ادبي مرڪز، صدر حيدرآباد) مشهور انگريزي چاڙتي ۽ ڪاموري سردار محمد يعقوب جي 30 سيپٽمبر 1898ع واري خط جي هڪ نقل ڪاپي بہ ڏني هئي، جنهن جو ذڪر پروفيسر عمر چنڊ پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي. انهيءَ خط ۾ انهيءَ سامراجي وفادار بہ خطرناڪ تجويزون برطانوي گوري سرڪار کي ڏنيون هيون:

1: حرن تي بدنام زمانہ قانون ڏوهاري قبيلن وارو ائڪٽ Criminal Tribes Act نافذ ڪيو وڃي.

2: Concentration Camps قائم ڪري حرن کي انهن جي اندر واڙيو وڃي.

پروفيسر عمر چنڊ کي 'سانگهڙ' ناول بہ گهڻو اتساهيو هو جيڪو يقينن محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي زندگيءَ جو بهترين ادبي ڪارنامو ۽ آخري دانشورانہ اعجاز آهي، ڊاڪٽر سارا

انصاري Dr. Sarah Ansari لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ هڪ انگريز خاتون پروفيسر آهي، جنهن جي ڪتاب Sufi Saints and State Power (صوفي درويش ۽ رياستي اقتدار) به پروفيسر چنڊ جي هن تحقيقي ڪارنامي کي هٿي ڏني آهي. سڀ کان خاص الخاص تحرير، جنهن منهنجي بزرگ دوست ۽ رفيق عمر چنڊ کي هن خارزار تاريخ ڏي ڇڪيو اهي آهن حر هلچل بابت سيّد وليداد ولي جون ڊائريون Diaries يا روزنامچه. جيڪي بعد ۾ وري 'تماهي مهراڻ' ۾ شايع ٿيا. سنڌ جي برک عالم، جديد فڪر ۽ روشنيءَ جي مبلغ ۽ ڏاهي محمد ابراهيم جويي صاحب ۽ پروفيسر چنڊ جي لاءِ هڪ ڪارآمد پل جو بهترين ڪم سرانجام ڏنو آهي، جنهن هن کي تحقيق جي دوران متعدد ملاقاتن ۾ ٻڌايو ته جديد سنڌ جي تاريخ ڪيئن لکجي ۽ کيس ٻڌايائين ته هو ذاتي طرح سان وليداد ولي کي سڃاڻندو به هو. پروفيسر عمر چنڊ صاحب مون کي ٻڌايو ته محترم جويي صاحب وڏو وڙ ڪري کيس ڪوٽڙيءَ ۾ ڊاڪٽر مولوي نور محمد درانيءَ سان وڃي ملايو هو. دراني صاحب، انگريز سرڪار جي نوڪريءَ دوران ڪيترين 'حر ڪئمپن' تي مئنيجر رهيو هو هٽلر جون يهودين لاءِ ٺاهيل Concentration ڪئمپون (لوڙها بند گهر) ۽ اسان جي مظلوم ۽ آزادي پسند 'حُرن' جي لوڙهن ۾ ڪو به فرق نه آهي. پر افسوس ته هتي حر ڪئمپن تي لکڻ جي سزا طنز ۽ چٿرون ۽ الزام آهن ۽ آمريڪا ۾ ڪئمپن تي لکندڙن لاءِ پولٽزر Pulitzer ادبي انعام آهي. ائين ڇو آهي؟ قوم پرست دانشور ٻڌائين. اسان وٽ حر قومپرست ڌارا ۾ اچا تائين نه ٿا اچن، ڇاڪاڻ ته هو پير پاڳاري جا مريد آهن. جيڪو وري سنڌ مسلم ليگ سان پنهنجي حياتي ۾ نه لعيو ۽ ڪانگريس جي حمايت ڪندو رهيو ۽ آخر ۾ سنڌ مسلم ليگ وارن مڃيو ته سورهيه بادشاه جون ڳالهيون درست هيون. جنهن جو ذڪر سائين جي ايم سيد جي حوالي سان محمد عثمان ڏيپلائي پنهنجي ناول سانگهڙ ۾ ڪيو آهي. جنهن جي ترديد اڃا تائين ته ڪو قومپرست، عالم يا دانشور ڪو نه ڪري ٿو. باقي سانگهڙ فڪشن آهي يا حقيقت. ان بابت تحقيق ٿيڻ گهرجي ۽ پاڻ وٽ سنڌ يونيورسٽي ۾ حر چيئر قائم ٿي ۽ وري غائب ٿي وئي. خيرپور واري شاهه لطيف يونيورسٽي اڃا اها چيئر هلائي پئي، جنهن لاءِ کين جس هجي.

۞